# ديوان احسن

## سنڌي

مصنف


مشهور شاعر حافظ محمد (احسن)

ملڪاڻي - دادو



ڇپايل

ويڙهومل ڪٿڙمل

پبلشر - بڪ سيلر لاڙڪاڻو سنڌ

قيمت ۰-۱-۱ ڇپائيندڙ جا حق واسطا قائم

شيواجي پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻي ۾ ڇپيو

| | |
|---|---|
| خطبه | |
| غلام | |
| جزبات | |
| رسالو | |
| گلزار | |
| خطبه | |
| خطبه | |
| طريقو | |
| ...لات | |
| يوسف ز | |
| اخوان | |
| ليلي مجنو | |
| حضرت سل | |
| گلزار شعر | |

## کافين، غزلن ۽ بيتن ۽ شعرن جا ڪتاب

| | |
|---|---|
| ديوان اعظم | ۰-۳-۰ |
| ديوان اصغر | ۰-۱-۶ |
| رسالو ورند واڌيو | ۰-۱-۳ |
| رسالو ورند حصو-۲ | ۰-۱-۳ |
| پرسي جي پڪار | ۰-۰-۹ |
| گلدستو گلال | ۰-۱-۰ |
| بهاري عشق حصو-۲ | ۰-۱-۳ |
| بهاري عشق حصو-۱ | ۰-۱-۶ |
| ديوان شيرل | ۰-۳-۰ |
| ديوان ثنائي | ۰-۴-۰ |
| ديوان جتوئي | ۰-۳-۰ |
| ڪلام جتوئي | ۰-۳-۰ |
| گلدستو جتوئي | ۰-۱-۶ |

ٻيا به هر قسم جا ڪتاب ڪفائتي

**ويڙهومل کٽنمل**

پبلشر-بوڪ سيلر لاڙڪا

...d by Vidhomal Gidumal at the
...E Printing Press Larkana &
...lished by Verhomal Khatanmal
Book Seller Larkana.

# ديباچو

معلوم هجي ته اڄ ڪالهه شعر شاعري عام جام ٿي پئي آهي - خاص ڪري لاڙڪاڻه ۽ دادو ضلعي ۾ ته شاعرن جو شمار ئي ڪونهي - پڙهيل يا ٿورو پڙهيل ته ڇڏيو، پر اڻ پڙهيل ۽ جاهل به اهي ٿا آپ قافين ۽ ڏونگر ڏارين، جو الامان والحفيظ -

اهڙن شاعرن جي ڪثرت جو بد نتيجو اهو ڏسجي ٿو، جو بري ۽ ڀلي، چڱي ۽ مٺي شاعر جي سڃاڻپ ۽ لائق قدرداني بلڪل مشڪل ۽ محال ٿي پئي آهي.

منهنجي مڪرم دوست مولانا حافظ محمد صاحب (احسن) انکل ڏهن ٻارهن سالن کان باقاعده شعر چوڻ سان، جا لياقت حاصل ڪئي آهي، سا محتاج بيان نه آهي. حافظ صاحب سنڌي ۽ پارسي ۽ اردو پڙهيل آهي، ڏاڍو ذهين، زود فهم ۽ طبع رسا آهي. هن صاحب پوري وقت ۾ تمام چڱي ڪوشش سان شعر جو بلڪل خاص محاوره ڪيو آهي ۽ هرقسم جي شعر جو باقاعده ابياس ڪيو آهي. ڪوبه رسالو يا اخبار :- تعليم اخبار، ملا مخزن، الجامع، ترقي، گلدسته سنڌ، تنظيم، الحنيف، عالمگير، معلم اخبار وغيره سنڌ جي شاعر جي ٻار ڪان ٻي بهره نه آهن.

حافظ احسن جي عشقيه شعر جو قلمي ڪتاب، منهنجي نظمي نظر مان گذريو، جو بلڪل پسندي جوڳو نظر آيو. عشق مجازي ۽ حقيقي، عاشق ۽ معشوق، حسن سيرت وصل فرقت، نازو ادا، جورو جفا، ناز غماز، سوز گداز وغيره سڀڪو شاعر ڀيو شماري، پر حافظ احسن جي شعر جي خاص خوبي **اها آهي ته سندس ڪلام نيڪ انجام جي زبان سليس ۽ صفا ۽ مضمون عام فهم آهي، جا خاصيت موجود شاعرن جي ڪلام ۾ ڪم آهي.** حافظ احسن جي صائب راءِ سان، منهنجي ناقص راءِ به مشترڪ ٿي، ته اهو عشقيه شعر جو ڪتاب "**ديوان**" جي صورت ۾ شايع ٿئي، الحمد لله، سندن ارشاد سان هيءُ شعر جو احسن ڪتاب بنام "**ديوان احسن**" ڇپائي پڌرو ڪجي ٿو. اميد ته عام خاص ماڻهن کي پسند ايندو ۽ شعر سکندڙن کي شعر سکڻ ۾ معاون ٿيندو ۽ ڪن خاص خوبين سبب سنڌي ديوانن جي قطار ۾ ڪرڪٽي، هام هٿي ايندو انشاء الله تعاليٰ.

ڊسمبر ١٩٣٣ع

**جمع خان (غريب)**

هيڊ ماستر اسڪول ڳوٺ مريد خان لاکير تعلقه مورو

٧٨٦

# ديوان احسن

## رديف الف (ا)

خالق و رزّاق - راحم - پاڪ پروريا خدا،
تنهنجي ذات ڪبريا - اللّٰه اڪبريا خدا

تون مُنزّه ۽ مُبرّا - حَيُّ ۽ حنّان تون،
بادشه بي چوُنُ - تنهنجو شان برتريا خدا

تون صَمَدُ - صانع - مُهيمن - قائم و دائم قدير،
اوّل و آخر ۽ باطن - تون مقرريا خدا

"ڪُنْ" چئي پيدا ڪيو ڪونين تو هڪ پلڪ ۾
آپ زمينون - عرش - ڪرسي ڪيا تو اظهريا خدا

مالڪ و مختيار آهين - جيئن وڻئي تيئن توڪرين

ڪي ڪرين تو بادشاهه ڪي گدا اگر يا خدا
رزق سڀ کي تو رسائين بحر-بر ۽ شهر ۾،
آهه هر شئي تي نظر تنهنجي سراسر يا خدا
لطف تنهنجا لک اسان تي ڪيترا **احسن** ڳڻي
جو ڪيو مخلوق ۾ انسان بهتر يا خدا.



ڪُل جهان جا پيشوا يا مُصطفيٰ
مالڪِ هردوسرا يا مصطفيٰ
مخزنِ سرِّ خدا يا مصطفيٰ،
مظهرِ نورِ خدا يا مصطفيٰ
منبع جود و سخا يا مصطفيٰ
مصدرِ لطف و عطا يا مصطفيٰ
دافع رنج بلا يا مصطفيٰ
گمرهن جا رهنما يا مصطفيٰ
نورِ خالق - باعث ايجاد خلق
پيشواءِ انبيا يا مصطفيٰ

حق ڪئي قرآن ۾ آن جي صفت،
قابل مدح و ثنا يا مصطفيٰ

مرتبو اهڙو نہ ٻئي ڪنهنکي مليو،
تون ئي بس بعد از خدا يا مصطفيٰ

هردو عالم ۾ نہ آن جو مٽ ڪوئي،
خَلق جا فرمان روا يا مصطفيٰ

خوف محشر جو نہ **احسن** تو رکي
شافع روز جزا يا مصطفيٰ.



جڳائي ٿي اول خدا جي ثنا،
ڏڻي پاڪ ربّ العُلىٰ جي ثنا

ڪئي خوه خدا آهہ قرآن ۾،
شفيع الوراي مصطفيٰ جي ثنا

جو حضرت جو همراز هو يار غار،
ڪيان ڇونہ آن باوفا جي ثنا

عدالت ۾ مشهور عادل عمر،

جو ضرورت ٿي پيو خط ۾ رسائڻ مشڪل
شعر سازي نه آهي عقل سندو ڪر هرگز
سڪ سوا شعر ته احسن ٿيو بنائڻ مشڪل



## رديف ميم (م)

تنهنجو دلدار سدا درد جدائي دل ۾
ڳھر ڪري آھ اھا وئي ته اڳھائي دل ۾
نڪري هر نالي دل ساڻ تو ڳڻ جي شعلو
عشق تنهنجي - جو اچي آگ لڳائي دل ۾
اکہ جي آڏو ٿي ڦري يار سندءِ صورت پٽي
ءِ تصور ۾ اٿم تنهنجو سدائي دل ۾
دل ۾ جيڪي ۾ اچيٽي سو چٽي ڏي منهن تي
پر نه رکہ منهنجي طرف ڏانهن برائي دل ۾
ڪالھ تو يار چيو رات مان ايندس تو وٽ
پر نه آئين تون اٿئي ڪا ته مدائي دل ۾

اڄ سياڻي نہ مَنا ڪر تون اچي مل اڄ ئي
جي اڳئي يار ڪا مونڌا انهن سچائي دل ۾
جانِ نثار آهيان مان عاشق - هيءَ يقين ڄاڻ صنم
تون رقيبن جي چَٽي رکہ نہ پيائي دل ۾
مسجد ۽ دير ۾ ڳوليو تي جهينکي **احسن**
سو ڪري آهِ رهيو جلوه نمائي دل ۾



لڳي اکہ اوچتو منهنجي عزيزو چشم جانان ۾
وَڃايو تير مُيڪان جو صنم سهڻي سندہ جان ۾
نہ خالي آهِ ڪو محبوب مشفق تنهنجي الفت کان
محبت تنهنجي بس آهي هر انسان ۾ ۽ حيوان ۾
ڏسي اي شوخرو تنهنجي اها شوخي ۽ لاغرضي
رهي دل تي سندم اي سنگدل دلدار ارمان ۾
ڏئي تون طالبِ بوسہ کي جهٽڪي - ڪر نہ ناامید

بيانِ حقّ سائل جو ڪيو قادر ۾ قرآن ۾
جهان جي خوبروين صدر تو کي چونديو پنهنجو
رهن پو چوڻ ڌالر جا هي سهڻا تنهنجي فرمان ۾
رکان ٿو نذر خدمت هيءَ سر پنهنجو اي مشفق من
جو آئين تون ڪري اڄ مهرباني منهنجي ايوان ۾
ڪيان تعريف حسنِ يار جي ڪهڙي عزيزو مان
سندس ثاني نہ ڪنعان ۾ نہ ڪو ملڪِ سليمان ۾
گلستان کان جدا قسمت ڪيو- مان قيد پڃري ۾
قفس ۾ دل کي وِندرايان ٿو مان يادِ گلستان ۾
وِهان ٿو آشيان بلبل جي ۾ ٿي مرغ اڄ مان جو
پُڏان ٿو سير جي لئي رشڪ گل ايندو گلستان ۾
تسلّي ڪر دلِ مضطر ڪندو دلبر نگاهِ لطف
رکان اُميّد ٿو احسن سدا محِسن جي احسان ۾



دائما آهِ تصوّر دلِ ديوانہ ۾
دلربا آءُ پري پير سندم خانہ ۾

ڏاڪن سڀ اهل محفل جا ادب سان مرحبا تنهنجي
غني ٿون حسن جو آهين عطا ڪر بوسه لب يار
ٿر ٿئي مشهور ساري جڳه ۾ اي دلبر سخا تنهنجي
اڙي وئي اوچتي تو سان آهي ڌدار دل منهنجي
سهان سر تي تڏهن ٿو مان ستمگر سڀ جفا تنهنجي
ڏسي اڄ نبض منهنجي ڪي طبيبن هيئن چيو سيني
مرض رئي ڪين هرگز ويندي بيماري ادا تنهنجي
غزل پيو قافيه ساڳي تي ڏاهيئه ٿئون رديف آڳي
وئي **احسن** ٿي شايد آه اڄ طبع رسا تنهنجي

---

پئي نظر منهنجي جڏهن هُن حسن جي سوداري تي
دل تڏهن مستان ٿي پئي سُونهن ۽ سينگار تي
ٿي ڪبڪ مستاني ۽ ديواني بلبل ٿي وئي
يار جي رفتار تي مستار جي گفتار تي
سمجهي مون محراب مسجد جو ڪيم سجدو اُتي
پئي نظر منهنجي جڏهن تنهنجي ڀرون خمدار تي

رشڪِ يوسف نام تنهنجو ڪوئي ثاني ڪونهي
خار گل ڪائن ٿا گلشن ۾ سندءِ رخسار تي
تنهنجي الفت ۾ لکين مجنون ٿيا منصور ٿيا
ڪي بيابان ۾ وتن ڦرندا، چڙهيا ڪي دار تي
حسن جي ٿي فوج غالب قتل ٿيا عشاق لک
فتح حاصل ٿي نه ڪنهنکي حسن جي سرڪار تي
جان نثار آهيان مان عاشق - مشفق من جي اچين
نقد جان جيڪر ڏيان مان دولت ديدار تي
جان بلب آهي رسي - شربت پيارج وصل جو
آخرين دم مهرباني ڪر اڃا بيمار تي
حال دردِ عشق جو ظاهر ڪيان - پر خوف آهه
ٿئي متان تڪليف نازڪ طبع دلبر يار تي
عشق دلبر ۾ ڪٿوئي ٿيو زبان مان آشڪار
ختم ڪر ديوان احسن خاطرِ اشعار تي.

پورو ٿيو

# تقريظ (١)

از نتيجهٔ طبع، جناب مسٽر محمد بخش صاحب (واصف)

نحمده و نصلي علي رسوله الڪريم

سرزمين سنڌ ۾ اُن مالڪ اِنس وجان، خالق نطق زبان جي احسان سان سون جي تعداد ۾، شاعر شيرين زبان، نڪته سنج نڪته دان ٿي گذريا آهن، جن پنهنجي انداز سخن جي گلن سان، هن زمين کي رشڪ گلشن بنائي ڇڏيو آهي- انهن چمنِ سخن جي نواسنجن مان ڪن جا ته ديوان به بطور يادگار، عالم آشڪار آهن جهڙوڪر :- ديوان قاسم، ديوان گل، ديوان بلبل ۽ ديوان سانگي- خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو هن دور جديد ۾ به اسانجي وطن ۾ ڪيترا صاحب سخن آهن، جي پنهنجي ڪلام، فصاحت نظام سان خاص و عام کي مسرور ڪندا رهن- اهڙن نڪته دانن کان اڀرندڙ توڙي لوڙيندڙ خالي ناهي-

سيڪان وڌيڪ جا ڳاهه مسرَّت خيز ۽ راحت آميز آهي، سا هيءَ جو انهن شاعرن جو سخن ديوانن جي صورت ۾ جلوه نما ڏسندو ٿو رهي، جو سنڌي جي لٽريچر ۾ هڪ قابل قدر اضافو آهي- مثلا "ديوان احسن" جنهنجي تعريف توصيف ۾ هيءَ ٻه چار لفظ لکي رهيو آهيان، شاعر شرين سخن، حافظ محمد احسن صاحب المتخلص به "احسن" جو ڪلام فصاحت التزام آهي- هن ديوان جو مثال هڪ گلشن جي آهي، جنهن ۾ عشق مجاز جا بجا شگوفه ڪليل ۽ نازو نياز جا هرهنڌ غنچا شگفته ٿيل آهن- هيءَ بياض سخن، محبت جو گويا هڪ مرقع آهي، جنهن ۾ سوز و گداز جون دلڪش تصويرون نهايت عمده پيرايه ۾ چٽيل ۽ درد فراق جا عجيب منظر رٽيل آهن- سخن آفرين سُبحانه و تعاليٰ شال اهڙا صاحب ديوان سدا پيو پيدا ڪري جي گلستان سخن جي آبياري ڪندا اچن. جنهن ڪان هن فن لطيف جا ٻوٽا سرسبز رهندا اچن-

اميد ته پيا سنڌڙي جا سخندان صاحب به هن ديوان کي ڏسي پنهنجي ڪلام کي مرتّب ڪري شعر شاعريءَ جي خدمت ادا ڪرڻ ۾ ڪوتاهي نه ڪندا- فقط

# تقريظ (٢)

ازقلم مسترعلي حيدر (حيدري) ملڪاڻي

شڪر صد شڪر اُن مالڪ مهربان خالق انس وجان جا جنهن هن ناچيز کي شاعر شيرين سخن حضرت حافظ محمد (احسن) صاحب جي شعر جي ثنا ۾ ٻن چئن جملن لکڻ جي طاقت عطا ڪئي آهي-

حضرت حافظ صاحب جي شعر جي ثنا ۾ ٻن چئن جملن لکندي، مونکي جا خوشي ۽ فخر حاصل ٿيو آهي، تنهن جو بيان لکڻ کان زياده آهي- سندس ڪلام نيڪ انجام جي زبان سليس ۽ مضمون عام فهم آهي اها هڪ بهتر خوبي آهي، پر وڏي خوبي جا سندس ديوان ۾ موجود آهي سا هيءَ آهي: جو سڄي ديوان ۾ ڪو به شعر سواءِ رديف جي نه آهي (يعني هرهڪ شعر ۾ قافيه جي پٺيان رديف ضرور آهي)

آءٌ فخر سان چوندس ته جن شاعرن صاحبن جا ديوان

سنڌي ۾ ڇپيل آهن، تن ۾ اها خوبي موجود نه آهي.
آءُ حضرت حافظ **احسن** صاحب کي سنڌي ديوان مڪمل لکڻ جي **ڪاميابيءَ** تي **مبارڪ** ڏيان ٿو. اميد آهي ته هن استاد شاعر جي **ڪلام** مان سنڌيءَ جا گهڻگهورا گهڻو فائدو حاصل ڪندا.

## قطعہ تاريخ

از نتيجهء فڪر جناب حضرت جمع خان (غريب) ساڪن

ڳوٺ مريد خان لاکير تعلقه ميهڙ

"هي زهي ديوان احسن شعر جو عمدو ڪتاب"

١٣٣٩ هه

هر طرح احسن سو، ۽ مضمون انهو ڪارگر
مون سنِ اتمام ديوان جو پڇيو هاتف ڪدان
هن ڪئي مونساڻ هيئن هي ڪلي حاصي خبر
لکو سرِ الله سان "بوستانِ سخن احسن" هي آهه

١ + ١٣٣٨ = ١٣٣٩ هه

" عشق احسن گل سخن " يا " گل کلامِ خوبهر "

۱۳۳۹ ھ ۱۳۳۹ ھ

باس حسن آھ " شانِ نظم " انجو سال پيي

۸ + ۱۳۳۱ = ۱۳۳۹ ھ

" نظم جو گلزار ۽ ديوان چئو " سن باثر

۱۳۳۹ ھ

عيسوي سن " نظم لاثاني ۽ وه سحرِ حلال "

۱۹۳۰ع

يا هي ساڳو سال " وه باغِ سخنور " سربسر

۱۹۳۰ ع

## مادہ تاريخيہ

از نتيجہ طبع جناب فقير ميان هدايت علي (نجفي)

صوفي مقيم لعلورانوڪ تعلقہ وارھ

تاب مضموني ايڪ باغ شهود هي بجا باغ خوش

۱۳۳۹ ھ ۱۳۳۹ ھ ۱۹۳۰ ع

ٻيو سال "هي جان شيرين سخن"

١٣٤٩ هہ

# قطعہ تاريخ

از ميان محمد رمضان صاحب (ثاقب) هيڊ ماستر سڪول
اگهاڻي تعلقہ ميهڙ

عجب ٻنجي ويو ديوان احسن
ٿيو هر دل جي لئي محبوب آهي
ڪيو مون انجي هجري سال جو فڪر
چيو هاتف "سخن هي خوب آهي"

١٣٤٩ هہ

وري چيائين تہ ثاقب عيسوي سن
"ڪلامِ خوب بهتر خوب آهي"

١٩٣٠ ع

# قطعه تاريخ

از قلم محترم ماستر ميان در محمد صاحب قريشي بوبڪائي

عجب آهه ٻنهي ويو ديوان احسن

ٿيو سو بلا شڪ آهي مثل گلشن

مصنف کي صد آفرين چوندو بهشڪ

ڪندو جيڪو ديوان احسن جو درشن

پڇيم انجو هاتف ڪنا سال هجري

چيائين "سخندان سردار احسن"

١٣٤٩ هه

وري "خوب نسخه وه احسن ٿيو بس"

١٩٣١ ع

ٻڌايو هي هاتف عجب عيسوي سن

نوٽ - هجري سنه ١٣٤٩ جي مطابق ١٩٣٠ع ۽ ١٩٣١ع

ٻئي سنه هئا.

پورو ٿيو

# ڀُل نامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١ | ٥ | بادثہ | بادشہ |
| ٢ | ١٢ | رنج بلا | رنج و بلا |
| ٤ | ٨ | سِرخرو | سُرخرو |
| ٧ | ٥ | هورو | جورو |
| ٩ | ٣ | مرگان | مُژَگان |
| ١٢ | ١ | اُهہ | آهہ |
| ١٥ | ٥ | مُرگان | مُژَگان |
| ١٦ | ٨ | جمهنڪي | جهنڪي |
| ١٦ | ١٢ | افسوس ـ | افسوس ـ پوءِ |
| ١٦ | ١٣ | پوءِ دردمان | دردمان |
| ١٩ | ٢ | شهادت | شهادت جا |
| ١٩ | ٤ | سرمثار | سرشار |
| ١٩ | ٧ | جي درد | بي درد |
| ٢٠ | ٣ | ڪهڊو | ڪنڊو |
| ٢٢ | ١٠ | وستار | دستار |
| ٢٢ | ١٣ | همنڱشهي | همنشهي |
| ٢٣ | ٧ | نازيڻن | نازنين |
| ٢٤ | ٣ | مثرگان | مُژَگان |

## مسٽر حافظ محمد (احسن) جا بيا
## تيار ڪيل ڪتاب

١- گلزار شعر - قدرتي نظارن اخلاقي نصيحتن ۽
علمي شعرن سان ڀرپور آهي قيمت ٠-٨-٠

٢- سچن جي سخن تعليم کاتي جو منظور ڪيل ٠-١-٠

٣- ذر عيب العلم تعليم کاتي جو منظور ڪيل ٠-١-٠

٤- اٽلس جاگرافي دادو ضلعو - ٠-٧-٠
تعليم کاتي جي منظور ڪيل

٥- اٽلس جاگرافي دادو تعلقو ٠-٥-٠
تعليم کاتي جي منظور ڪيل -

٦- گلزار احسن — شعر جو ڪتاب ٠-١-٠

٧- سنڌي پڙهڻ ڪتاب جي ڪنجي - ٠-٦-٦

٨- مرزا قليچ بيگ جي اسلامي -
پهرين ڪتاب جي معني - ٠-١-٠

٩- مرزا قليچ بيگ جي اسلامي
ٻئي ڪتاب جي معني - ٠-٢-٠

بيا هر قسم جا ڪتاب ڪفائتي ملي سگهندا -

**وڏهو مل ڪنٽ مل**

پبلشر ۽ بوڪ سيلر لاڙڪاڻو

---

شيواجي پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو ۾

